سلسله وار آملیغی کتاب نومر ۴

# مئغانئم

## غـــدیـــر



قیمت ۰-۵-۰

دفع ئوردون ] [ جلد ۵۰۰

[سیپ حق ؛ واسطا قائم]

# مئخانهٔ غدير

## مناقب

الحس مسڪين حسن ڏالي سيد ثابت علي شاه ڪربلائي

( ١ )

صفي الله جو مظهر علي ابن ابيطالب
رسول الله جو همسر علي ابن ابيطالب
ولي الله دين پرور علي ابن ابيطالب
نبي جي شهر دين جو در علي ابن ابيطالب
ڪ جنهنجو گهر خدا جو گهر علي ابن ابيطالب

( ٢ )

علي ابن ابيطالب ولي خالق اڪبر
علي ابن ابيطالب وصي و نفس پيغمبر
علي ابن ابيطالب امير المومنين حيدر
علي ابن ابيطالب نبي کئون بعد هڪ سرور
ڪ جنهنجو ڪونه ڪو همسر علي ابن ابيطالب

( ٣ )

علي ابن ابيطالب سڀني مطلوب هر طالب
علي ابن ابيطالب خدا جو پهلوان غالب
علي ابن ابيطالب سندم روح - روان قالب
علي ابن ابيطالب علي ابن ابيطالب
اميرالمومنين حيدر علي ابن ابيطالب

( ٣ )

علي ابن ابيطالب آهي ورد- آسمان دائم
علي ابن ابيطالب آهي ذڪر قدسيان هردم
علي ابن ابيطالب خلاصه خلقت آدم
علي ابن ابيطالب آهي نورن آدم و عالم
ظهور خلق و حق مظهر علي ابن ابيطالب

( ٥ )

علي ابن ابيطالب جو ثابت مرتضائي ٿيو
علي ابن ابيطالب جو سائل ڪربلائي ٿيو
علي ابن ابيطالب جو آهي بندو فدائي ٿيو
علي ابن ابيطالب جو شاعر با وفائي ٿيو
آهي منهنجو شعر سڀ دفتر علي ابن ابيطالب

[نبيءَ جي بعد آهي منهنجو مٿو مختار بسم الله]

فخر سنڌ مرحوم سيد غلام حيدر شاه **ڪوثري**

مقرر مؤمنن جو ٿيو علي سردار بسم الله
سولي سيد سنڌي سڀني سدا دستار بسم الله
ٻڌايان آيت تبليغ جو تفسير سڀني کي
پڙهو مومن سڀئي صلوات کي پڪار بسم الله

بيان ٿئي مستند تفسير ڪامل ساري آيت جو
ڪلي جنهن مان خدا جي راز جو اسرار بسم الله

ڪلام الله جي آيت ۾ هزارين حڪمتون آهن
پرهي ارشاد بالغ ما ڪيئون ويچار بسم الله

هوا لک کان مٿي حاضر جتي اصحاب هيڪالدا
سڄائي مصطفيٰ اُهي دين جي دربار بسم الله

خدا راضي ٿئي شادان ۽ خوش ٿاون جنت لئي
علي منڪشف مولىٰ جو ٿئي پاتو پار بسم الله

ٿيا دل شاد شهزادا ٻئي شبير ۽ شبر
مبارڪ مومنن کي ٿي ڏٺئون صد بار بسم الله

ٿئي جي پاڪ مسند تي علي اڄ جانشين آهي
نه اهڙو پيو ڪڏهن دنيا ۾ ٿيو ديدار بسم الله

قدري جام ڏي جوڪو ٿيو مخمور مستانو
پلاڪ پڪ ٿيو ان جو سدا بيدار بسم الله

الهي ء مٿي مان نه پيوڏ پنڌي چرون آوٽي چڪو هرگز
پيارين پاڪ مالڪ ڏنا پري ڏمٽار بسم الله

پلا اڄ هاشمي سڀئي خوشي ۾ چو ڌ نپا مانن
ٿئي جي قوم مان قدرت ڪيو حقدار بسم الله

فرشتا عرش تان آيا مبارڪ لئي ٿئي پڪدم
حليون فردوس مان حورون ڪري سينگار بسم الله

جي سهرا ٿا چون سڀئي مجمع مان ملائڪ ڏس
معطر خاص خوشبوءِ جي ٿا ڪن ڇڪار بسم الله

جهڙي همت منهنجي مولا جي ڇيو سلمان سڀ ڪنهن کي
تهڙي ڪئي بعد هي منهنجو مٺو مختار بسم الله
ابوذر لئي ڇيو مقداد ۽ عمار کي دم دم
ڦريو اچ جوڙ سان ڪوڙو ته هي جنسار بسم الله
عليءَ ڏاران لهيءَ جو پاءُ ته پڳل دين ڪون دنيا ۾
اچي ڏس تون گواهه بيشڪ درود پڙهار بسم الله
علي جو دوش اطهر تي نبي هنپر تي فرمايو
ته پيو دارين ۾ اهڙو سڳدم دلدار بسم الله
محمد مير ادرڪني ٻڌي جهي يا الاهي اچ
اڏامي ڪوٺ خيبر جو اچي ڪرار بسم الله
سوڀلو آيو قنبر جو ولي دلدل جهٽ مولا
سواري ڪاڻ حاضر ڪئي اهو رهوار بسم الله
پڌي آواز ادرڪني ڇيو سلمان لي سلطان
چڙهيو هيٺو اچي دلدل سند و هسوار بسم الله
ڏسي مرحب ڪيا عنتر ته خيبر ۾ مٺي ڪو ويو
خدا جي شير جي سڀڪنهن مٺي للڪار بسم الله
عمر بن عبدود ڏسندي ٻچي لشڪر ويو سارو
فقط مولا علي لڪتو ڪٽي تلوار بسم الله
هزارين پل هجن ساهون علي المرتضيٰ تدها
ڏٺون ميدان ۾ سهڻي منجهان دونهار بسم الله
ته هو معراج تي جبرئيل آخر ڪنهن لي ڪيالهايو
عليءَ جي خاص لوجي ۽ ليو ادڪا بسم الله
لنا مولي عليءَ جي ڪعي عبادت ۾ هدا داخل

لڙيءَ جي فرض ڪالهوءَ اهو هڪ ڪار بسم الله
طهارت جي طريقن ۾ آهه سردار جي سهڻي
چوي ڪر خبر جو تون ڪر اهو واپار بسم الله
عليءَ جا جي فدائي تن کي ڪهڙو خوف دوزخ جو
سدا ڏسندو اهي خاطر گل و گلزار بسم الله
جن تي اهلبيتن جي محبت فرض آهي مومني
طريقه جعفريءَ جو ڪر ڪٿي اظهار بسم الله
طريقا ٻيا گهڻيئي آهن مگر تن ۾ ڪڏهن ڪو ٻيا
الهي دنيا ۾ هڪ رستو اهو هموار بسم الله
سفينه نوح کان بهتر آهي ڪشتي اهلبيتن جي
سدا لوڏن ۾ لهرن کان هي ٻيڙو پار بسم الله
غلامي خير جي حاصل ڪري غافل تون رهين وٺين
لهو چلي لئه جو هاڻي تون ٿي هوشيار بسم الله
خلافت مرتضيٰ جي ڏس ڪلام الله ۾ ظاهر
خدا لڳ تون ته ڪر هاڻي ڪٿي اقرار بسم الله
تون حبل الله جي هوندي ته جهل ٻي ڪنهن ۾ لڳي ڪي
هي اجماعي ٽڪو ٽوڙي تون ٿي ٿروار بسم الله
خدا جي بارگاه جو وجه رستو پهچي گائي ۾ تون
امامت مرتضيٰ جي خاص دل ۾ ڌار بسم الله
خلافت شاه مردان جي ٻيا جو ٿي ليا سامهون
چڙهي ڏي تون الهن جهڪو ڪهو انڪار بسم الله
عليءَ کي ڪنهن طريقي سان لوح سامهون نه اهو جائز

پڪي توبه ڪري بس ٽوڙ آئون استغفار بسم الله
غلامي مرتضيٰ جي ڪر لڌي ڪنهن تون ڪرڻ توهو
مٿي تان بار لاهي ڪر ٿئو بيڪار بسم الله
ملازم ٿي تون حيدر جو ولي ڏي در ٻيا ڇڏي
خدا جو سڄڻ ۽ اهڙي ٻي سخي سرڪار بسم الله
ڏکي ڇاڪي لاءِ مشڪل ۾ علي المرتضيٰ ٻيڙهڪ
سدائين "ڪوثري" جو آهي اهو آڌار بسم الله

## قصيدو

جناب اعليحضرت هزهائينس مير محمد حسن علي خان المتخلص (حسن).

علي امين علي اعلم و علي اسرار
علي سميع علي سامع و علي ستار
علي قديم علي قائم و علي قادر
علي قوي و علي قاهر و علي قهار
علي حفيظ علي حافظ و علي حفاظ
علي هو مهر بحر لطف ۽ الاهي ڪو الڪار
علي شهيد علي شاهد و علي مشهود
علي هو راس و رئيس و مهاجر و انصار
علي سعيد و علي اسعد و علي مسعود
علي هو اصل ڪان صديق صادق الاقرار
علي ڪفيل علي ڪافي و علي وافي
علي هو منبع علم و علي ظرف جو ٻهار

علي حميد علي حامد و علي محمود
علي هو مقصد و مقصود دافع اشرار

علي قسيم علي قاسم و علي قسام
علي هو طالب و مطلوب سيد الابرار

علي جي ذات كان ناهي جدا خدا جي ذات
علي جي افضل جو لي سگهندو كنهن كان كو اظهار

علي نبي جي ركي دوش تي قدم پنهنجا
كيو صاف كعبه زلوث بتان ناهموار

علي آهي عمر جو والد حسنين
علي ولي خدا جو قسيم جنت و نار

علي جو مخزن جود و علي جو كان سخا
علي جو فيض جو دريا علي سخا جو بحار

علي جي طاعت آهي اطاعت مولا
علي جو حكم آهي امر ايزد و قهار

علي جي قبضه قدرت ۾ گردش افلاك
علي جي همت ۾ آهي ارض جو سكون وقرار

علي جي دست كان دشوار ٿيندا سڀ آسان
علي جي اسم سان آسان ٿيندا سڀ دشوار

غلام جو آهي مسئول پنهنجي آقا تعين
وهي بيوقت ڏهن جي كريان دري درد دل اظهار

كريندو مولكي كه دوه الم جي نه ڇڏيندين تون
كو ياد مولكي كندو جي نه لهندين مدونجي سار

لي تنهن جي شوق زيارت ۾ عمر منهنجي تمام
غلام کي در دولت لي ڪر طلب بڪار
براءِ احمد سبطين بحق زهرا جي
جي منهنجا مطلب آهن دلي سي جلدي برآر
حسن علي جو غلام آهي ان سبب يا شاهه
سچي هوئي هٿ ۾ عمل نامه منهنجي روز شمار

## سلام

سرمه چشمان جن گردو غبار ڪربلا
برتر از چرخ فلڪ عز و وقار ڪربلا
شاهه دين سان جا ڪيو ڪوفين درد بار ڪربلا
سرخ ڪيون سرور جي رت مان سبززار ڪربلا
عرش جي آ آرزو ٿيان فرش ان درگاهه جو
آهي جنهن رونق فزا اهو شهريار ڪربلا
ڪربلا ڪرب و بلا ڪرب و بلا ڪرب و بلا اسم
رت وهيو سرور جو اندر جو گهار ڪربلا
ظلم جهڪي ڪيئون شهه دين تي بدبخت بر خطر
ويا لنگهي جي ٻر رهجي ويو لعنت يادگار ڪربلا
جسم علي اڪبر جو رت وڃن وهايو خاڪ تي
رنگ جنهن جي ٿر ٿيو هر هڪ گلعذار ڪربلا
مصطفى جي نعت جي گردن شمر ظالم جي هڻي تيغ
هاءِ افزا ٿيا ستم اندر ديار ڪربلا
جي مران اڄ جان لئه بخشندس قطره آب فرات

زہر موں نے آہی آب خوشگوار کربلا
بند پانی کیا گیوں شاہ دیں کی تا وقت اخیر
توڑی ہوئی آب بقا تیرو شرمسار کربلا
قدس زمین کی آہی بردارد شرف از آسمان
ہم جوار عرش آہی ہمجوار کربلا
ناہی کو پرسش جو بیچ دلکی نہ ایذائی قہار
جھکو خوش دل کی ستو الدر کنار کربلا
آئے ہیں جوان منہ نجو خوشا طالع خوشا منولجو نصیب
منہ نجی قسمت میں لکھی جو ہوئی مزار کربلا
سر زمین کربلا کی غیرت خلد برین
سید الشہدا حسین کی کر زوار کربلا

## قصیدہ

از جناب میرزا عباس علی بیگ
نقیب و آغا حیدرآباد

اے لمر سخن تو ہی نہ پکار آب و تاب آج
لعی زرد جنون ہی ضو کاں رخ آفتاب آج
خانہ ازل میں تیو جو کشیدہ مئی
ساقی بیان سو طیب میں طاہر شراب آج
تیان مسو آئہ پہ ساقی کوثر ہی مدح میں
مضمون منقبت کی رقم لاجواب آج

ڪل مومنين ٿيا فرط مسرت کان باغ باغ
مولا علي خليفو ٿيو انتخاب اڄ

طلبائي علم دين کي ڏجن ائون مبارڪون
جن لئي کلي ٿو علم نبوت جو باب اڄ

آب غدير ڪم نه ٿيو آب حيات کان
خاڪ غدير ٿي صفت مشڪ ناب اڄ

خاطر کان جنهنجي مهر کي رجعت نصيب ٿي
تاج الهي جناب جي ٿيو آفتاب اڄ

ذڪر علي کي زينت محفل ڪريو سڀئي
وا ٿيو اوهانجي واسطي جنت جو باب اڄ

خم غدير جي ٿيو صحرائي جان فزا
جن مئي ڪشي جو پاڪيند و بيحد ثواب اڄ

خوشبوءِ مصطفي ۽ علي عطر بيز ٿي
صحرائي خم ٿيو وانگي مشڪ و گلاب اڄ

پيش نبي جي حڪم خدا آندو جبرئيل
حيدر کي پنهنجو ڪرڻ نائب مناب اڄ

جي حڪم پڌائي زينت منبر ٿيو رسول
اصحاب سان وفا کي ڪيائين خطاب اڄ

بازو ٿيو منهنجو منهنجي خلافت جي واسطي
خلاق دو جهان ڪيو انتخاب اڄ

حيدر کي ڏوءِ مٿي کڻي جن طرح سان چئين
ٿيو آفتاب دين جي سندم ماهتاب اڄ

مولا آءٌ جنهنجو آهيان هي مولا اهي جو ٿيو
مولائي دوسرا ٿيو هي گردون رڪاب اڄ
اوليٰ ٿيو سڀ کان مثل نبي هي ولي حق
نهي ولا ڪي دل سان ڪريو اڪتساب اڄ
مجمع کي جيئن ٻڌائي تو اوصاف مرتضيٰ
محڪوم حڪم حق ۾ رسالت مآب اڄ
الله مصطفيٰ ٻـ ڪيو ان کي منتخب
ارض و سما ۾ جنهنجو نه ٿيو ڪو جواب اڄ
اي مومنو صلوات جا نعرا ڪريو بلند
جو جانشين ٿي جو ٿيو بو تراب اڄ
حورون ترانه سنج ٿيون غلمان ٿيا شادمان
مسرور ڪل ملائڪ ٿيا بي حساب اڄ
جنهن شان سان علي ٿيو مولائي مومنان
يا رب ڏيکار منظر دلڪش ٻـ خواب اڄ
مشڪل هندم حل ٿيا مولا ڪرم ڪيو
”عباس“ جي دعا ٿي وئي مستجاب اڄ

---

[شير يزدان حيدر ڪرار هو مولا علي]

(از:- ماستر رحيم بخش ”عاجز“ ڪوٽ مير محمد خان ٽالپر)

مصطفيٰ جو دوست ۽ دلدار هو مولا علي
سوٽ سيد جو سڀ جو سردار هو مولا علي
والد حسن و حسين ۽ شوهر خاتون پاڪ

شير مولا جو عجب اظهار هو مولا علي
چا شريعت چا طريقت چا حقيقت ۾ به ڏس
معرفت جي ملڪ جو نمودار هو مولا علي
فاتح - خيبر عدون تي رهيو غالب سدا
سوڀ وارو قاتل - ڪفار هو مولا علي
هو بهادر پهلوان سورهيه جوان ۽ شير مرد
سر بسر الله جو هشيار هو مولا علي
هر گهڙي ذڪر الاهيءَ جو رکي دل ۾ خيال
حق جو ٿيو طالب ديدار هو مولا علي
ڪعبت الله ۾ تولد ٿيو ۽ مسجد ۾ شهيد
نور ۽ ايمان سان نروار هو مولا علي
جنهن سند القاب اسد الله يد الله بيگمان
راهه حق جو راهبر سالار هو مولا علي
فيض جو درياءُ سخا جو بحر بيحد بيڪنار
دين جي گلزار جو سينگار هو مولا علي
نعرة الله اڪبر جنهن ڪڍيائين ڪفر کي
دين جي دشمن مٿي تلوار هو مولا علي
هر جهاد في سبيل الله ۾ فاتح رهيو
فتح ۽ نصرت سندو اسرار هو مولا علي
لا فتيٰ الا علي لا سيف الا ذوالفقار
واهه واهه دلدل مٿي اسوار هو مولا علي
نعرة - تڪبير سان ڪافر ڪنبايا جنهن جوان

شير يزدان حيدر- ڪرار هو مولا علي
وقت هجرت مصطفيٰ جي بستري تي هؤ ستو
نفس محمد جو گهڻو غمخوار هو مولا علي
علم جو آهي شهر احمد باب انجو آهي علي
سچ سخا عرفان جي بازار هو مولا علي
ڏوستن بيڪسن جو پير جهلو بيڪ پلو
۽ غريبن غمزدن جو يار هو مولا علي
شان پيل شاه - نجف جو ڪيو آهي هردم "حاڪم"
دين جو دلبر مٺو مختار هو مولا علي

# قصيدو

## ميرزا سلطان حيدر بيگ .

غدير خم ۾ عجب اڄ ٿيو انتخاب آهي
جنهن جا جوش تي ملڪ خوب لاجواب آهي
غدير خم جي تي محمدان ۾ نور جي محفل
طلوع جنهن ۾ خلافت جو آفتاب آهي
ٿي اڄ ٿوهي جي محفل بهار اي ساقي
غدير خم جي تہ محفل جو هي شراب آهي
غدير خم ۾ بحڪم خدا ڪيو احمد
امير هر دو جهان جو علي جناب آهي
سو ڪير جنهنکي جو من ڪنت احمد مرسل
سڄڻ جو ٿي ويو مولا ابو تراب آهي
ندا هي غيب کان آئي تہ بعد احمد جي

نبي جي تخت جو وارث ابو تراب آهي
آئون جنهنجو مولا تنهن الجو ايو علي مولا
رسول پاڪ جو هينئن محفل کي خطاب آهي
صدا هي آئي الوهيءَ ذم "بخ بخ لڪ" جي
ڪي هوش نيا ڪن کي ٿيو دل ۾ هيچ تاب آهي
علي ٿيو قاسم تسنيم ڪوثر ۽ جنت
خدا جي راز جو واقف ابو تراب آهي
خدا ڪيو آهي سلطان اڄ ته حيدر کي
ٿيو آفتاب محمد جي ماهتاب آهي

## قطعه

خم جي ميدان ۾ محمد آهي امت آهي
حڪم داور آهي تبليغ رسالت آهي
چوءِ ته سلطان جوان هنکي خوشي جو موقعو
حڪڙي منبر تي نبوت ۽ امامت آهي

## قطعه

غدير خم ۾ محمد جو جڏ قيام ٿيو
ادائي فرض رسالت جو اهتمام ٿيو
دلين ۾ رهجي ويا ارمان ڪيترن جي هتا
امام جنهنکي هو ليڪو سوئي امام ٿيو
اڄ ته شيعن جي مقدر جو ستارو چمڪيو
خوف ڇا حشر جي بخشش جو سهارو چمڪيو
مولکي آئي هي صدا عرش علا کان هنچر
ڪهر ۾ الالا جي اسلام جو تارو چمڪيو

# نعت

از:- نواز علي نياز جعفري

احمد هو وصي ڪوئي ڪو حيدر کان زياده
ڪوئي ڪو الهي سيد و سرور کان زياده
قنبر کي ته چاڪان تو سڪندر کان زياده
ڪعن ڀيو ڪو اهي خواهه قنبر کان زياده
اصحاب نبي ﷺ جا ته گوٺا نيڪ هيا پر
ني يار سگهي تو ڪو برادر کان زياده
ڪعبه ۾ ولادت ملي مسجد ۾ شهادت
مالڪ لهي منبر جو ڪو صفدر کان زياده
داماد نبي، شير خدا ۽ هو يدالله
اهي ڪير پيلا نفس پيمبر کان زياده
خود باغ نبي ﷺ جنهن کي چيو نهنڪ و نهني
ڏسجي تو نه ڪو والد شبر کان زياده
بلبل جان فدا نياز آه شاه تان جنهن جي
خوشبوء آ ڀسڻي جي گل تر کان زياده

# نعت

الله ۽ ﷺ آهي پيمبر کان زياده
ڀيو ڪير خدا جي نبي دلبر کان زياده
جنهن نور کي آ نور خدا کان علي مرتضیٰ
چمڪي نه سو ڪعبن ماهه منور کان زياده

صلوات سوا اسم نہ ڪڄ پاڪ نون هرگز
وڃه واٽ ۾ خوشبو تہ ڪا عنبر کان زياده

اسلام کي روشن ڪيو ڪنهن ڪفر ڪنبائي
ڪوئي نہ ڏٺو فاتح - خيبر کان زياده

محشر ۾ لڳي پياس جي پاڻيءَ نہ ٻڌايو
ڏيندو ڪو اهي ساقيءَ - ڪوثر کان زياده

حوا جو ۽ مريم جو گهٽو شان هجو پر
ڪي ڪانہ نبيءَ پاڪ جي دختر کان زياده

ان پاڪ جي تعريف کان پاڪائي عيان ٿئي
الفاظ هجن طاهر و اطهر کان زياده

سر سبز گلستان - نبي ڪير ڪري ها
آهي ڪو ٻيو حضرت شبر کان زياده

آئينہ جان ڪر دل ۾ الهيءَ سبز قبا کي
وٺ تون نہ ٿيئي نقش سڪندر کان زياده

مظلوم پياسو ۽ نمازي ۽ سخي ڪو
ٿيندو نہ ڪو شبير مسافر کان زياده

هي اسم لکان ٿو تہ قلم چاڪ ٿئي ٿو
ڪم ڪنهن نہ ڏٺو سطح مسطر کان زياده

اي بلبل - دل شيدا اهين ٿي ٿي اهين جي
خوشبو آ پسيندي جي گل - تر کان زياده

پاڪن جي ثنا ۾ جو سخن لکري زبان کان
بيشڪ تہ نياز آهہ سو گوهر کان زياده

هيءُ ڪتاب سيد قربان علي شاهه ولد مرحوم
سيد شاهه محمد شاهه موسوي نجفي اماميه
اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس اسٽيشن روڊ
حيدرآباد ۾ ڇپيو
۽
محمد طاهر عرف ميوو خان جائنٽ سيڪريٽري
انجمن اماميه سنڌ حيدرآباد مان پنهنجي خرچ
سان ڇپرائي پڌرو ڪيو
٥ محرم الحرام ١٣٧٨ هجري مطابق ١٢ جولاءِ ١٩٥٩